# پڳت سنگهہ کي ڦاسي

سنگيت ناٽڪ

## شيخ اياز

ڪمپوزنگ : حميده ميربحر

ڊجيٽل ايڊيشن:

2017ع

سنڌ سلامت ڪتاب گهر

'آزادي' مان انهيءَ خطرناڪ لفظ کي ڏنگين لِيڪن ۾ وجهان ٿو،
جيئن ڪنهن وحشي جانور کي سڱن کان جهلبو آهي.

- هڪ يوناني ليکڪ

## سنڌ سلامت پاران :

سنڌ سلامت **ڊجيٽل بوڪ ايڊيشن** سلسلي جو نئون ڪتاب **”ڀڳت سنگهہ کي ڦاسي“** اوهان اڳيان حاضر آهي. هي ڪتاب ناميارِي شاعر، ليکڪ ۽ ڏاهي ذات ڏٺي شيخ اياز جو آزادي جي ڪردارن خاص ڪري ڀڳت سنگهہ تي لکيل سنگيت ناٽڪ آهي.

حميده ميربحر لکي ٿي:

”جڏهِن اسِين شيخ اياز جي لِکِيل سنگِيت ناٽڪ ”ڀڳت سِنگهہ کي ڦاسِي“ تي نظر وِجهُون ٿا تہ اُن جا سڀُ ڪِردار ۽ خاصِ طور تي ناٽڪ جو مُکيہ ڪِردار ڀڳت سنگهہ ، ان جي زِندگِي ۽ سندس سياسِي ڪِردار ڏاڍو سگهارو نظرِ اچي ٿو. اياز تمام خُوبصُورتِيءَ سان تاريخ جي هِن اڏول ڪِردار ڀڳت سنگهہ ۽ ان جي ساٿيُن جِي آزادي ۽ وطن دوستِيءَ جي جذبِي ۽ سندن سامراج سان جوٽِيل جنگِ کي پنهنِجي ذاتِ ۽ ڏانءَ سان جنهِن انداز ۾ چِٽيو آهي اُهو پڙهندڙن تي گهِرو اثر ڇڏي ٿو.“

هي ڪتاب **نيو فيلڊس پبليڪيشن، حيدرآباد** پاران 1986ع ۾ ڇپايو ويو. ٿورائتا آهيون ڀيڻ حميده ميربحر جا جنهن ڪتاب ڪمپوز ڪري سنڌ سلامت ڪتاب گهر ۾ پيش ڪرڻ لاءِ موڪليو.

**محمد سليمان وساڻ**
**مينيجنگ ايڊيٽر ( اعزازي )**
**سنڌ سلامت ڊاٽ ڪام**
sulemanwassan@gmail.com
**www.sindhsalamat.com**
**books.sindhsalamat.com**

# ڏيک ڀھريون

ويس ڌاري: ڀڳت سنگھ

چندر شيکر آزاد

ڪشوري لال

سکديو

ڊاڪٽر گيا پرساد

راج گُرو

**سال**: 1928

# راوي

1921 _1922

جي عظيم عوامي تحريڪ ڪان پوءِ ڪانگريس ۾ اڌ ٿي وئي آهي. فقط سوراج پارٽي گانڌيءَ جي آسيس سان جُونءِ وانگر چُري رهي آهي. ورلي ڪوئي عوامي جلسو ٿئي ٿو. قانون ساز ادارن کان ٻاهر ڪائي سياسي چر پر نہ رهي آهي. اڪثر انقلابي جيلن ۾ آهن. ساري هندستان تي نراسائي ڇانيل آهي. بمبئيءَ، ڪلڪتي ۽ ڪانپور ۾ مزدورن زبردست هڙتالون ڪيون، جن ٻاهرينءَ دنيا جو ڌيان تہ ڇڪايو، ليڪن ديس ۾ ڪائي هلچل پيدا نہ ٿي. انهيءَ مايوسيءَ جي فضا ۾ ڪُجھ انقلابي نوجوانن دهشت انگيزيءَ کي ئي سياسي نجات جو ذريعو سمجهيو اهي.

# وايو منڊل

[لاهور ۾ هڪ تهہ خانو، رات جو وڳڙو آهي: تهہ خاني ۾ چوڌاري چار لالٽين ٻري رهيا آهن. ديوارن تي هندستان جو نقشو ۽ جهانسي راڻيءَ، ٽيپوسلطان، تانتيا ٽوپي ۽ نانا صاحب جون فريم ٿيل تصويرون لڳل آهن. وچ تي هڪ ميز پيئي آهي،جنهن جي هڪ پاسي ڀڳت سنگھہ ڪِشوري لال ۽ ڊاڪٽر گيا پرساد ويٺا آهن ۽ ٻئي پاسي چندر شيکر آزاد، سُکديو ۽ راج گُرو ويٺا آهن. ميز تي ڇهہ بم گولا رکيل آهن، جي تهہ خاني ۾ لڪل ڪارخاني ۾ تيار ڪيا ويا آهن. هڪ اخبار بہ ميز تي پيئي آهي، جِنهن جي پهرئين صفحي تي ڪارين حاشين ۾ لالا لجپت راءِ جي موت جي خبر ڇپيل آهي.]

ڀڳت سنگھ : هي ديس سڄو ئي اوڳو آ،
مَنُ روڳي اُن جو موڳو آ،
هر گيانُ اُنهيءَ جو گيڙوُ آ،
۽ رات مٿان جو ٽيڙوُ آ،
تنهن ڏانهن اُيو ترشول ڪَري
ٿو واريءَ تي وئراڳ نري ـ
هر تياڳُ اُنهيءَ جو روڳي آ،
هر جاڳَ اُنهيءَ جي جوُنِي آ،
هر لاڳَ اُنهيءَ جي لوُنِي آ،
جا ڳالھ ڪري ٿو ڳوڙهي آ،
پر پرکَ تہَ مت جي موُڙهي آ،
جا ڏند ڪٿا آ، ڏاهِي آ،
جَڙ ڪا شيءِ جُوهي چاهي آ،
جا ڪُتري وينو مَنَ مَنَ ۾ ـ
هي پن پن جوڳي بَن بَن ۾،
۽ پيِ پيُوتِي واٽن جي،
هر وقت جَٽائون جاٽن تي!

سِندوُر لِلاٽن تي لائي،
۽ ڪُوڙا ڪيرت ورجائي،
هُو تڪيا تِيرٿ پيئڻ تا،
۽ وَر ور من تان ميٽڻ تا،
جو دُک اَمَٽُ آ ڌرتيءَ تي،
۽ ڳورو ڳٽُ آ ڌرتيءَ تي،
ڪنهن ڏوُرانهين جو ڏسُ ڏئِي،
هو پنهنجِي پيڙَ وِسارن تا؛
ڪي گهَر _ گهنگهر ۾ گهارن تا،
۽ پوٿيون پُستڪ پيئن تا ،
ڪنهن جهونيِ وهمَ تي جيئن تا،
۽ اُجري مَن کي لوئن تا،
پر هَر هَر ڏاڳا ڏوئن تا؛
ڪي جيءَ وِجهن تا جاڙن ۾،
۽ جهاڳِي پنڌ پهاڙن ۾،
تا شرڌا سان ڪيلاش ڏِسَن،
۽ اَڄَ مٿان آڪاش ڏسن؛
ڪِن اونو ڪنڇن چنگا جو،
ڪِن جمنا جو، ڪِن گنگا جو،
ڪي ڏِس تہَ قواليون ڳائن تا،
۽ پيرن تي پڳَ پائن تا،
تا داتا جي دربار وَڃَن،
۽ پيرو پنهنجو ڪوتہَ پڄَن،
ڪي اَمرتسر واجهائن تا،
گُرَ_ واڻيءَ جا ڳُڻَ ڳائن تا؛
ڇا ڪيڇڙُ ڪِيڙا ڪِيڙا آ!
ڇا ديس سڄي جِي پيڙا آ،

ڪنهن سوچِي آ ڪنهن ڄاتِي آ؟
ڪنهن اُن ۾ جهاتِي پاتِي آ؟
هر جِيءُ جڏهن آهي جُٽِ ۾،
انگريز بهادر جي پُٺِ ۾،
هِي راءِ بهادر ها ها ها!
هي خان بهادر آ ها ها!
هِي ويهي روز فرنگيءَ سان،
سڀ ڪارا ڀُوري ڀنگيءَ سان،
ڪي ناهہَ نڳِيءَ جا ناهن ٿا:
ڇا سوچن ٿا، ڇا چاهن ٿا،
سَوَ نَٽَ ڪري هِي نوڪِيئَڙا،
قانونَ اُنهن جا ڪوريئَڙا،
جي پنهنجا ڄارَ وِڇائن ٿا،
۽ ديس سڄو ڦاسائن ٿا،
ڪنهن ڪُوڙي تاڃِيءَ پيٽي ۾،
هر ماڻهوءَ جو مَن مَڪِ جيان _
۽ هرڪو انڌيءَ اک جيان
جڻ پنهنجو چارو ڄاڻي ٿو،
سا لٺَ سهارو ڄاڻي ٿي،
سا لٺِ پيچي ٿي لوءِندڙيون:
هِي ڪوپريون جنهن وقت مِڙيون
وَهنوارَ ٿيا تنهن وِيچي جا،
تنهن جُڙتُو آڳي پيچي جا،
جو ڀُونءِ سڄي ڀنيلائي ٿو،
۽ ويڙهيچا ويڙهائي ٿو،
جا ڪَسُ چڙهي وئي ڪارڻ تي،
هر ويڙهُوءَ جي وِيچارڻ تي،

سا ڪيئن لهي سا ڪيئن لهي؟
هي  ڏانديو ڏانچو ڪيئن ڊهي؟
ڪِئن جِيءَ سَمُورا جهونجهاڙيون؟

ڊاڪٽر گيا پرساد:

هر پَنڌَ مُري جِي  موچَ ڏني،
هر سوچَ اجائي لوچَ ڏني،

هر شنڪر شنيہ ڳولي ٿو،
ڪو اُن ۾ اُلوُ ٻولي ٿو،
ٿا گيانِي گها ٿا ٻڙ ڳولن،
۽ ترڪڻ وارا ٿَڙ ڳولن،
۽ انَتِ ڪال تي سوچن ٿا
پر ڪوڻہ حال تي سوچن ٿا!
ڪو گوتم آ، ڪو گانڌي آ،
پر ديس مٽان جا آنڌي آ
سا ڪيئن ٽري ڪنهن ڪوڻہ چيو!
ڪيئن جوت ٻري ڪنهن ڪوڻہ چيو!
آ ڪيڏي پيڙ ڪُويچن جي،
تن پوسي جهڙن پيڇن جي،
جي منتر چار اُچارن ٿا
۽ چوري چاڪ نهارن ٿا،
ٿا اهڙا اَوءِتا ڏس ڏين
جي گهاوَ وجي ناسوُر ٿين!
اَڄُ تن جي پورن پنٽن کي،
۽ تن جي کِفَ _ کِرنٽن کي
ڪو ڏانڍُ مچايون ڏير ڪري!
ڪيئن راوڻ جهڙي رات ٽري

آ باک وجي بنواس وتو!
هن ڪُنيپ ڪرڻ جو ناه پتو
ڇا ننڊ نہ ان جي ٽُٽِڻي آ؟
ڇا باک ڪڏهن بہ نہ ڦُٽِڻي آ؟
مون ان تي هر هر سوچيو آ
۽ روز لهوءَ ۾ لوچيو آ!
هِتِ گهر گهر مُنگهڻ جيئن تا،
۽ ماڻهوءَ جو رت پيئن تا،
تا ڀڳ ڀڳ ڪارا نانگ پلن،
۽ هيڏا سارا نانگ پلن،
پر تن تي جي ڪو وارُ ڪري
۽ وِهَ تي اتياچارُ ڪري
هُو جنم جنم اپراڌي آ!
ڪِئن ديس سڄي چُپ ساڌي آ!
آ ڪيڏي برف هماليہ تي،
ڪِئن چئجي سا ڪنهن وقت رجي؟
او شال! گهٽا گهنگهور اُٿي
۽ اُڀري زوران زور اُٿي،
او شال! تکا طوفان اچن
۽ گاج ڪري گهمسان اچن،
۽ ڏُول گريءَ کي ڌڌڪائن،
۽ گوري شنکر کي گهائن،
۽ چوهَ چِپُنِ کي ڪيرائن،
۽ ڦرندي ڦرندي ڦيرائن
ڪنهن وقت اٽاسيءَ ڌرتيءَ کي،
هن پُوريءَ ناسيءَ ڌرتيءَ کي،
۽ ان جا سارا ناڪ ٽُڏي،

شل تارن تائين برف اُڏي،
۽ ساري ڌرتي ڌونڌاڙي
هِي جهُو نا وڻ سڀ جهونجهاڙي!
شل آکيرن جي اوٽ ڊهي،
۽ ڪَهَ ۾ هرڪو جيءُ کهي!
هي گهاگهرا، گَنڊڪَ ڀاڳ متي
۽ گنگا جمنا سرسوتي
سڀ جيسين تارَئون تار وَهَن،
۽ گرجي ساگر طرف ڪَهَن،
۽ جيسين هيڏي برف رجي،
اڄ تيسين ڪو طوفان تجي!
گهمسان ضروري آ يارو!

**[چندر سيکر آزاد هٿ ۾**
**بم گولو جهلي ڪجهه سوچي رهيو آهي**
**سکديو هن ڏانهن ڏسي ٿو]**

سکديو: هي آهي ديس ڀواني جو
ٿو تاتي خون جواني جو
ڪو اهڙو لايو تي سيکر،
جو خون سجايو تي شيکر!

**[چندر شيکرپنهنجي هٿ ۾**
**بم گولي ڏانهن ڏسي]**

چندر شيکر: هي مُڪتِي آ، هي ڀڳتي آ،
هي بم گولو سا شڪتي آ،
جا ناهي ڪنهن جَپ تَپ ۾،
هِي بم گولو منهنجي لپ ۾،
سو دُشٽ اُڏائي سگهندو آ،
سو راوڻ گهائي سگهندو آ،
ڪو ڏَنُش انهيءَ جو مَٽ ناهي_
هُن پوري باپوءَ وٽ ڇاهي؟
هڪ ڪُوڙُو ڊونگ اَهنسا جو
جو ڪنهن کي ڪونہ ڪندو آجو!
تو مَن مَن کي ميواڙُ سڏي
پرتاب ويو ڪنهن ديس لڏي!
تي،جيسين هرڪو شيوا جِي!
هيءَ پونءِ نہ ٿيٽي آ آجي!
اجُ وڙهٽو آ، اجُ ورهٽو آ
جي جيءَ جڏي سان وڙهٽو آ
ڪا منزل مُور نہ ملٽي آ_
هيءَ ڌرتي نيٽ نہ ڪلٽي آ،
هي لڙڪ لهوءَ جا جهوليءَ ۾
هي ڀِت ڀِت پنهنجي ٻوليءَ ۾
هي آنا ڪانِي ڪارج ۾
۽ هر حيراني ڪارج ۾،
هڪ بم اُڏائي سگهندو آ
سو مقصد پائي سگهندو آ

جو پوڙهي جهُور سياست جي
هِنَ آلي نُور سياست جي
سَوَ سالن مُور نہ پاتو آ_
اڄ ماڻهو ماڻهو پاتو آ،
هي بم ڌماڪي سان ڦاٽِي
ڪنهن ورلي واڪي سان ڦاٽِي
هر تارُونءَ کي تڙڦائيندو،
۽ اُڀري هرڪو ڳائيندو،
ڪي گيت اَنوکا ڌرتيءَ جا،
۽ ڪٽندو جوکا ڌرتيءَ جا،
۽ آزاديءَ جي سَئَنَ هَٽي،
هر ڏيهي ٿيندو ڏيهہ ڌٽي،
هِنَ بم گولي سان بربادي
ٿي اوري آٽي آزادي _
تا ويري هر هر هنسا ڪَن
۽ پنهنجا ڏيهي سنسا ڪَن،
چي: "ڪنهن جي هتيا ناهِ چڱي"
جڻ پنهنجي هتيا آهہ چڱي!
ڪلهہ لالا لجپت راءِ مُئو،
ڇا مٽيا وارو مُٽس هُئو!
هي تنهن لئہ هر هر روئن ٿا
۽ روئي ڏک کي ڌوئن ٿا:
هي گورا ٿهہ ٿهہ ٿهک ڏئي،
تا رات گذارن مڌُ مَئِي
۽ رميا سميا ناچ ڪري،
۽ وسڪيءَ جهرمر جاَم ڀَري
ٿِي ڳِهرا ڳُٽِ ڳُٽِ پيئَن ٿا،

۽ جوڀرن وانگر جيئن ٿا،
۽ ڳائن ٿا، "اي برطانيا!
ڪر راڄ سدا اي برطانيا!
تون چوڏين تي" افسوس اسان
تا ڳايون ساڳيا گيت اڃان،
هُو گيت منوهر مرليءَ جا
ڪنهن گوالي جا، ڪنهن گوپيءَ جا،
۽ برندا بن ۾ گهاريون ٿا؛
ڪنهن وقت اَيوڌيا ساريون ٿا،
۽ رام راڄ لئہ وِسڪون ٿا
۽ سامراڄ کان ڪِسڪون ٿا؛
ڪنهن جمنا تَڙَ تي جهُولن ۾
جَڻُ ڦَٽَ لُڏَڻ تا ڦُولن ۾ _
۽ پنهنجا مسلم ڀائر پڻ،
تي ڍهڪائي ساڳي ڏائڻ،
هو پنهنجي لوءِ نہ لوچن ٿا
ايران عرب جو سوچن ٿا،
تن لاءِ سنوسِي سُوڊاني،
ڪو ابدالي، ڪو افغاني،
ڪا جُوني جَنَتَ ناهي ٿو،
پو هرڪو تنهن ڏي ڪاهي ٿو،
۽ ڪنڌُ لَتاڙي ٽِيپوءَ جو،
۽ رت لتاڙي ٽِيپُوءَ جو،
تو پهچي خياليءَ دنيا ۾.
ڪنهن ڀولِيءَ ڀالِيءَ دنيا ۾ _
اَڄُ سَيئي گڏجي قول ڪريُون،
بس سَڀُ ڪُجهہ ڍانوادول ڪريون،

جڏهن درياهن جان رَتُ وهي،
ڪو وهم نہ ريلي منجھ رهي،
هِي ديس نماڻِيءَ رِڍَ جيان،
جَڙُ آهي ساڻِيءَ رِڍَ جيان،
۽ ان جي چَئني طرف بگهَڙَ،
هي چيرڻ ڦاڙڻ ۾ سڀ پَڙ،
هر وقت اُلر سان اڀرن ٿا،
ڇا اُوچي ڪَرَ سان اُڀرن ٿا،
اَڄُ اُٺو آهي شينهَن جيان،
ڪنهن آنڌيءَ آندل مينهن جيان،
۽ ٻُوڙان ٻوڙ اُسهِڻو آ،
ها تابڙ توڙ اُسِهڻو آ،
۽ گولن سان گهمسان ڪري،
۽ لاشن سان ميدان ڀري،
اَڄُ مارِي ماري ورڻو آ،
۽ ڏاڍا ڏاري ورڻو آ _
ڪا ٻِيکَ نہ آهي آزادي،
جي ڪوئي چاهي آزادي:
هو مُور نہ سوچي ڪانڌيءَ جو،
اي يارو! نياپو گانڌيءَ جو
اڄ آپگهات کان بدتر آ،
جا ننڊ اسان جي گهر گهر آ،
هي ٻم اُڏائي وجڻو آ
هي ٻم اُڏائي وجڻو آ.

[راج گُرو، جو سيني کي
خاموشيءَ سان ٻُڌي رهيو هو ڇهہ ميڻ بتيون
جلائي ميز تي رکي ٿو ۽ هر ڪوئي پنهنجي
ڪرائي ميڻ بتيءَ مٿان جهلي آزاديءَ جي قوت
کي پرکي ٿو. چوڏاري گوشت جي سڙڻ جي بوءِ
اچي ٿي.جڏهن ميڻ بتيون وسامي وڃن ٿيون، تڏهن
هرڪو پنهنجي ڪرائيءَ تي ڦٽ کي چُمي ٿو ۽ پوءِ
سيئي ميز تان اُٿي تهہ خاني جي دروازي ڏانهن وڃن
ٿا. ڪشوري لال هڪ گيت ڳائي ٿو ۽ ٻيا هن کي تال وٺائن ٿا]

ڪشوري لال: منهنجو من ٻيءَ ڳولا ۾

منهنجو من ٻيءَ ڳولا ۾
تو جا تاتِي دُوارڪا،
مون لئہ سا ايسارڪا؛
منهنجو من ٻيءَ ڳولا ۾.
ديس سڄو ئي سنگهريون،
جن ڪان آجو مان نہ تون؛
منهنجو من ٻيءَ ڳولا ۾.
ازاديءَ جو آستان،
ڪارو پاڻي اَندمان؛
منهنجو من ٻيءَ ڳولا ۾.
(پردو ڪري ٿو)

# راوي

مرڪزي اسيمبليءَ ۾ بم ڦاٽا ۽ ڀڳت سنگهہ ۽ هن جو هڪ ساٿي گرفتار ڪيا ويا. ٻنهي دليريءَ سان پنهنجي ذميواري قبول ڪئي ۽ ڪين جنم ٽيپ ڏني وئي. ڪجهہ عرصي ڪان پوءِ پوليس لاهور ۾ اُنهيءَ تهہ خاني جو پتو لڳايو، جتي بم ٺاهيا ويندا هئا. سڪديو، ڪشوري لال ۽ ٻيا ڪيترائي انقلابي گرفتار ڪيا ويا، جن مان جئہ گوپال ۽ هنسراج ووهرا باس ڏني ۽ پوءِ بهار، اترپرديش ۽ پنجاب مان ڪيئي گرفتاريون ڪيون ويون، ڪي انقلابي زير زمين هليا ويا. ڀڳت سنگهہ سميت گرفتار ٿيلن تي اسپيشل ٽربيونل اڳيان 1929 ۾ لاهور سازش وارو ڪيس هلايو ويو. 1930 ۾ عدالت جوابدارن، انهن جي وڪيلن ۽ بچاءَ جي شاهدن جي غير موجودگيءَ ۾ جڙتو ڪاروائي ڪئي ۽ ڀڳت سنگهہ، سڪديو ۽ راج گروءَ کي موت جي سزا ڏني، ڪن کي جنم ٽيپ ڏئي ڪاري پاڻيءَ موڪليو ويو ۽ ڪن کي ڇڏي ڏنو.

اڄ صبح جو چئين بجي ڀڳت سنگهہ ۽ هن جي ٻن ساٿين کي ڦاسي اچڻي آهي. هن وقت ڀڳت سنگهہ جي عمر چوويهہ سال آهي.

# وايو منڊل

[لاهور سينٽرل جيل ۾ ڦاسيءَ وارن قيدين جي کولي. رات جا 3 وڳا آهن. کوليءَ جي ڇت ۾ هڪ بجليءَ جي بتي ٻري رهي آهي. سکديو اڳيان گيتا ٻوتيل رکي آهي. ڀڳت سنگهہ چپ چاپ ڪجھ سوچي رهيو آهي. ۽ راج گرو اکيون ٻوٽي جاڳي رهيو آهي. ڀڳت سنگهہ اُتي کوليءَ جي لوهي جهنگلي ڏانهن اچي ٿو ۽ ٻاهر اوندهہ ۾ ڏسي ٿو. سکديو بہ هن جي پرسان بيهي ٿو.]

[پريان ڪوئي جيل
جو سپاهي ڳائي
رهيو آهي]

اچ! رات لڙي آهي
آ پنڌ پري پنهنجو
تقدير ڪڙي آهي.
هيءَ ويل وڇوڙي جي
ڪيڏي نہ ڪڙي آهي!
اچ! رات لڙي آهي!

سکديو(پاڻ کي) هيءَ لوءِ هميشهہ لاءِ ڇڏڻ،
گهر ٻار ڇڏڻ سنسار ڇڏڻ،
بي موت مرڻ، واپس نہ ورڻ،
۽ ڏورانهين ڪان ڪونہ ڏرڻ،
ڪيڏو نہ اٿائو سپنو آ!

ڪيڏو نہ سٺائو سپنو آ!
هو واهيري جي وير اڳڻ،
۽ چُون چُون چُون چُون سائو وڻ
۽ مدُم لاٽ ڏياٽيءَ جي،
۽ ڇيلهہ تي چندن _ واسُ وني،
جنهن چمپا ڪاريءَ چوٽيءَ ۾
۽ هٿَ ٽَئي تي روٽيءَ ۾
هو پُستڪ منهنجي جهوليءَ ۾
ڪي ٻول سُريليءَ ٻوليءَ ۾
۽ جاپُ جُڳن جي واٽيءَ جو،
ڪنهن ڪويل ڪنٺ ڪهاڻيءَ جو _
اڌ رات هندورو مِيرن جو،
هو سرهو ساٿ سريرن جو،
۽ ڪومل نندَ_ نِهارن جو،
بن پياس بُجهايل پيارن جو_
اڄ هرشيءِ مون سان مرڻي آ،
هيءَ سار سُڳنڌ نہ ورڻي آ.

ڀڳت سنگھ ڏانهن
ڏسي ٿو)

اڄ ديس اُجهامي ويو آهي،
سو سُپنو ڪامي ويو آهي،
جنهن ڪالھ ڳلا ڳرمايا ها،
۽ من من مچ پچايا ها:
ڪلھ لُنءِ لُنءِ ۾ للڪار هئي
جا ڌارين لاءِ ڌڪار هئي!
اڄ ماٺ مڙهيءَ ۾ ڀُٽڪ نہ آ،
ڪنجهڪار نہ آ ڪا ڪُٽڪ نہ آ،
ڄڻ سارو ديس مري ويو آ!
اڄ منهنجو ڏڍُ ڏري پيو آ،
مان هينئون هاري سوچيان ٿو
هي جِيوَڻُ واري سوچيان ٿو:
مون ڇا لئہ جان ڳنوائي آ؟
ڇا منهنجي پيٽ اجائي آ؟

[راج گرو اکيون پٽي
سکديو ڏانهن ڏسي،
ڀڳت سنگھ ڏانهن ڏسي ٿو]
ڀڳت سنگھ (سکديو کي گھُريندي):

جي ڪوئي چاهي آزادي
ڪا چُورِي ناهي آزادي

جو ڳھندو ھو ڳھہَ ڳرنديءَ کي!
ھيءَ اَڻ سرندي ھر سرنديءَ کي
من تان ميساريندي آھي،
۽ ايري ڏاريندي آھي
اوچا ڪوٽ غلاميءَ وارا:
انساني آزادي پيارا!
سِرَ جي سَٽَ سوا ڪُجھ ناھي،
ڇو جو ڪوبہ ڳِتيءَ جئن ٿاھي
جي توکي آزادي ڏيندو،
توکي حاصل ڪُجھ بہ نہ ٿيندو،
دير نہ لڳندي اُڙجي ويندين،
زنجيرن ۾ جڙجي ويندين.

ڪجھ وقت ٽپيءَ ۾
اچي وجي ٿو ۽ پوءِ
منھن مٿي ڪري ڇوي ٿو]

جو جھٽ پٽ مٺڪو ساسيءَ جو
جو ٿوڙي جھٽڪو ڦاسيءَ جو
۽ لاش ھوا ۾ لوڏي ٿو،
سو ھن ڌرتيءَ کي ڌوڏي ٿو،
ڪجھ صدين لئہ يونچال جيان _
ھي پنھنجو موت سوال جيان
ڪنھن وقت تہ اُيري اچڻو آ _
سو مڏُ اڳي پو پچڻو آ.

جو لهڪِي سپ کي لال ڪري،
۽ جنهن سان ٻَر ٻَر ديس ٻري۔
هر ماڻهو رک نہ ٽيڻو آ
جيون جي جک نہ ٽيڻو آ،
ڪو صديون وڙهندو رهندو آ
۽ رَتَ ۾ رڙهندو رهندو آ
اُن منزل ڏانهن حياتيءَ ۾
جا پاتي هُئي هن جهاتيءَ ۾،
۽ جئن جئن وقت گذرندو آ،
هُو اڳ کان اڳرو ورندو آ،
ڪي ماڻهو آهن ڳاڻ ڳڻيا،
تو ارپي جن کي موت مَٺيا،
تاريخ اندر هُو ڏرڪن ٿا،
ڪجهہ وقت اُجهامي پڙڪن ٿا،
هِنَ پُنءِ تي پنيث پنيث تي؛
ڪنهن وقت اچانڪ پرگهٽ تي،
هُو پنهنجو ٻارڻ ٻارن ٿا،
۽ ڳِٽ ڳِچين جا ڳارن ٿا.

سڪديو جي ڪلهي تي
هٿ رکي تو]

ڇا تنهنجي پيٽ اَجائي آ؟
تو جيڪا چٽنگ لڳائي آ،
ڪو مچ اُنهيءَ مان مچڻو آ،

سو ڏينهن اڳي پو اڇڻو آ
جو ڄر جون اُڀَ اُڏارون ٿِيِ
۽ لُنءَ لُنءَ جون للڪارون ٿيِ،
اَنياءَ مٿان اُڀري ايندو،
۽ ان ڪان آجو ٿي ويندو،
ٻي ماڻهو ڪهڙي ڪيپ ڪٿي!
تو واديون ڪَرمن ساڻ وٺي
تن ۾ ڪا ڇِڪَ ڇُپائي آ،
هيءَ تنهنجي ڀيٽ سجائي آ

[راج گرو پٽ تان اٿي
سکديو ڏانهن اچي ٿو]:

راج گرو: هيءَ ڪهڙِي ڀَوَ جي ڀُڻ ڀُڻ آ؟
هيءَ تو ۾ ڇا جي اُڻ تُڻ آ؟
مَنَ مورک توکي ٿو ڏاهي ـ

[منهن مٿي ڪري
تارن ڀري آڪاس
ڏانهن ڏسي ٿو]

آڪاس تہ ڪوئي وڻ آهي
۽ ان جا پن ستارن جان

تا ٽِمڪن جِهمڪن ڏُور مٿان
۽ جيون اَنيوءَ آهہ اِئين
ڪو چُرندر پُرندڙ جيت جئين
چوٽيءَ تي پوئين پَنَ مٿان
(آ جنهن ۾ جَڙَ جي سَگهَہ اجان)
پاتار ڏسِي پولار ڏسِي
سو تم تم ڪارونپارڏسِي
آ هر شيءِ جنهن جي گهيري ۾
ڪنهن آدِي جوت انڌيري ۾ـ
ها، ان ۾ سڀ اَبناسي آ،
هي ڦاسي، ڪنهن کي ڦاسي آ؟

ڀڳت سنگھہ ڏانهن
ڏسي وري آڪاس ڏانهن
ڏسي ٿو]

وهہ واهہ پُنيءَ جا پويان پل!
تا ٽُڙڳن ڪيڏا نيلڌ ڪنول
اڄ جهونجهڪڙي جي جهرٽي ۾!
ڪا مُونجهہ نہ آهي مرٽي ۾:
آ ڪيڏي هُبَ هوائن ۾،
آ ڪيڏو نُور فضائن ۾،
جڻ نيلـ گگن جي ٻارن ۾،
رابيل ٽڙن تا تارن ۾،
هيءَ هِيرـ لهڪ، هي ماڪ مَهڪ،

هيءَ چانڊوڪيءَ جي چنڊ ڇَهڪ،
۽ پنڇين جا ڦلوارين تي
هي پويان سُپنا تارين تي!
هي سڀ ڪُجهہ مون ۾ رهڻو آ
۽ مون سان ڪهَہ ۾ ڪَهڻو آ،
ها، مون ۾ سڀ ابناسي آ
هيءَ ڦاسي ڪنهن کي ڦاسي آ؟

[ڪنجيءَ ڦرڻ جو آواز
ٿئي ٿو، سپاهي ڪوليءَ جو ڪلف
لاهي دروازو کولن ٿا ۽ ٽنهي
کي ڦاسي گهاٽ ڏانهن وٺي
وڃن ٿا]

سکديو: هي نيڻ نهارا ويندن جا،
هي ترندا تارا ويندن جا،
تا ڇُهڻ سڀ کي چوچ منجهان،
ڪا مُرڪ اکين ۾ آڻن ٿا،
۽ پويون پيرو ماڻن ٿا.

هن ساري سونهن_ سمندر کي
۽ جيون جي جل مندر کي.

[ڀڳت سنگهہ ڏانهن آڏي اک
سان ڏسي ٿو، ڀنهي جون اکيون
ملن ٿيون تہ سکديو اکيون جهُڪائي
ڇڏي ٿو]

ڀڳت سنگهہ:
(ڏاڍيان ڳائي ٿو) جئہ جَنَنِي جنم _ڀُومِي!
جئہ جَنَنِي جنم _ڀُومِي

[راج گرو ڀڳت سنگهہ کي
سُر وٺائي ٿو ۽ ڪجھ دير
ڪان پوءِ سکديو بہ هنن سان
ڳائڻ ۾ شامل ٿي وڃي ٿو

ءِ ٽيئي گڏجي ڳائيندا ڦاسي گهاٽ

ڏانهن وڃن ٿا]

جئہ جَنَنِي جنم ڀُومِي!
تنهنجيءَ گود امرتا آهي،
مٽيءَ کي مريادا آهي،
تنهنجي لاءِ مري مون ماتا،
جنم جنم جا مارڳ پاتا،
جَئہ جَئہ جَنَنِي جَئہ جَئہ جِيجِي!
جَئہ جَئہ ڌرتي، جَئہ جَئہ ڌرتي!
جئہ جَنَنِي جنم ڀُومِي!

(پردو ڪري ٿو)